# مداح نامه

# يا غوث رب العالمين

شهنشاه عشق دولھ درازي مرشد سرمست

حضرت پير خواجه عبدالحق اول درازي فاروقي

بفيضانِ نظر

## حضرت صوفي فقير وزير حسين درازي قادري



سگِ درازا فقير عامر علي درازي

یا غوث معظم نور ھدیٰ مختار نبی مختار خدا

سلطان دو عالم قطب عُلیٰ حیران ز جلالت ارض و سما



بسم الله الرحمن الرحیم

# مداح نامہ

**شهنشاه عشق دوله درازي مرشد سرمست**
**حضرت پير خواجه عبدالحق اول درازي فاروقي**

هر شاخ هر شجر ۾ محمد جو نور ڏٺو سي
چڙهي جبل چوٽ تي تہ بہ نور ڏٺو سي
سردار جي روضي جي نيل ۾ تہ بہ نور ڏٺو سي
سچل بغداد ۾ خود بخود هادي حضور ڏٺو سي



## حضرت خواجہ پير عبدالحق فاروقي رحمتہ اللّٰہ عليہ

بهر خدا و مصطفيٰ يا غوث رب العالمين
دل کي کرين سيد صفا يا غوث رب العالمين

نرتئون نشر ناسوت ۾ منزل تنهنجي ملکوت ۾
جلدون هلين جبروت ۾ کيئہ لک گذر لاهوت ۾
تنهنجي هکل هاهوت ۾ يا غوث رب العالمين

عارف آهين اللّٰہ جو تون دادلو درگاهہ جو
واقف کرين تون راهہ جو يا غوث رب العالمين

سونهون کرين تون سيرم سڀ شر کان رک خير ۾
ڏي کانہ حاجت غير ۾ ياغوث رب العالمين
تَنَ کان نہ ٿئي طاعات کا کانهي بدن جي بات کا
تنهن جي کريو مصلحات کا يا غوث رب العالمين

سياندو سجهي ٿو سير جو نارو وهي ٿو نير جو
پاجي آهيان تو پير جو
وٺ دست هن دلگير جو يا غوث رب العالمين

جن آدمي توکي نيان آيا سنڌء در ديان
توکي فلک تي ٿيا مکان دشمن سنڌء هاويءَ هيان
کر کو کرم مون تي ميان يا غوث رب العالمين

شفاعت گهران تو شاهه کان تون آنهن منور ماهه کان
نيو نفس رهزن راهه کان
رک خلل تنهن جي خواهه کان يا غوث رب العالمين

توفيق ڏي طاعات ۾ سوکي گهران سکرات ۾
آذر ڏيو عرصات ۾ يا غوث رب العالمين

ڏي صحت کل آزار کان آهي انديشو نار کان
بخشاءِ بخشڻهار کان
رک سختيءَ تبار کان يا غوث رب العالمين

ويلو قبر جو سخت تر ايندا مَلَڪ ڏاڍي ڏمر
ات کم نہ ايندو زور زر تنهن ويل ڪج تون وِيرَوَرِ
دلگير تي تون دست ذر يا غوث رب العالمين

دل عشق سان آباد ڪر ڪونين ۾ شهه شاد ڪر
دامن لڳي جو داد ڪر ڪل علت کان آزاد ڪر
صالح سندم اولاد ڪر يا غوث رب العالمين
در تي تنهنجي دربان جم فغفور سنجر پشت خم
حاضر ملڪ بہ دم بدم تنهنجو ولين تي قدم
ڪر ڪو مقصر تي ڪرم يا غوث رب العالمين

تون درگہ خدا جو دفتري ڪانهي بنا تو رهبري
واهر ٽيو سِگهڙا وري پَٽِيو اها دل جي دري
ڪر وهم کان آجو وري يا غوث رب العالمين

ڪيا عجز عبدالحق ادا سوکو رکين تنهنکي سدا
ڪڍ درد دل جا تنهن سندا
اڄ خواب ۾ ڪارڻ خدا يا غوث رب العالمين

ميـران محـي الـدين ميـان سڻ دانهـن جـا تـو در ڏيـان
تعظـيم عـزت سـان جيـان ايمـان سـان خـاتم ٿيـان
دم آخـرين كلمـو چـوان يـا غـوث رب العـالمين



*** ختم شده ***